سنڌي ترجمو

# جِنّات جو بادشاھ

عليه رحمة الله الاكرم

## ۽ غوث اعظم جون پيون ڪرامتون




ھن رسالي ۾......




شيخ طريقت، اميرِ اھلسنت، باني دعوتِ اسلامي حضرت علامہ مولانا ابو بلال

محمد الياس عطار قادري رضوي دامت برڪاتھم العاليہ


مدني چينل ڏسندا رھو


مكتبة المدينه (دعوتِ اسلامي)

اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ ط بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ ط

# ﴿1﴾ جِنّات جو بادشاهہ

شيطان ڪيڏي بہ سستي ڏياري هي رسالو اوّل کان آخر تائين پڙهي وٺو، اِن شاءَ الله عَزَّوَجَلَّ توهان جو ايمان تازو ٿي ويندو.

## دُرود شريف جي فضيلت

نبّين جي سُلطان، رحمتِ عالميان، محبوبِ رحمٰن صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم جو فرمانِ برڪت نشان آهي: ”جنهن مون تي جمعي جي ڏينهن بہ سؤ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو ان جا بہ سؤ سالن جا گناهہ مُعاف ٿيندا.“ (جمع الجوامع للسيوطي ج 7 ص 199 حديث 22353)

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

ابوسعد عبد الله بن احمد جو بيان آهي، هڪ ڀيري منهنجي نياڻي فاطمه گهر جي ڇت تان اوچتو غائب ٿي وئي، مون پريشان ٿي ڪري سرڪارِ بغداد حضورِ سيّدُنا غوثِ پاڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جي خدمتِ بابرڪت ۾ حاضر ٿي ڪري فرياد ڪئي. پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه ارشاد فرمايو: ”ڪَرخ“ وڃي ڪري اتان جي ويرانيءَ ۾ رات جي وقت هڪ دڙي تي پنهنجي چوڌاري حِصار (يعني دائرو) ڇاهي ويهي رهو، اتي بِسمِ الله پڙهجو ۽ منهنجو تصور ڪجو، رات جي اونداهيءَ ۾ توهان جي ڀرپاسي کان جنّات جا لشڪر گذرندا، انهن جون شڪليون عجيب و غريب هونديون،

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : جنھن مون تي ھڪ ڀيرو درود پاڪ پڙھيو الله تعاليٰ ان تي ڏھ رحمتون موڪليندو آھي .

انهن کي ڏسي ڪري ڊپ نہ ڪجو، سحريءَ جي وقت **جنّات جو بادشاھ** توھان وٽ حاضر ٿيندو ۽ توھان کان توھان جي حاجت پُڇندو، ان کي چئجو: ”مونکي شيخ عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِي بغداد مان موڪليو آھي تون منھنجي نياڻيءَ جي ڳولها ڪر.“

**جنهن** کان پوءِ ڪَرخ جي ويراني ۾ وڃي ڪري مون حضور غوثِ اعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَکْرَم جي ٻُڌايل طريقي تي عمل ڪيو، رات جي خاموشيءَ ۾ خوفناڪ جنّات منھنجي دائري جي ٻاھران گذرندا رھيا، جنّات جون شڪليون ايتري قدر ڀَوائتيون ھيون جو مون کان ڏٺيون نہ پئي ويون، سحريءَ جي وقت **جنّات جو بادشاھ** گھوڙي تي سوار ٿي آيو، ان جي چوڌاري بہ جنّات جو هُجوم هو، دائري کان ٻاھران ئي ان منھنجي حاجت پُڇا ڪئي . مون ٻڌايو تہ مون کي حضور غوث الاعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَکْرَم تو وٽ موڪليو آھي، ايترو ٻُڌڻ ھو جو ھو ھڪدم گھوڙي تان لٿو ۽ زمين تي ويھي رھيو، ٻيا سڀئي جنّ بہ دائري کان ٻاھر ويھي رھيا، مون پنھنجي نياڻيءَ جي گم ٿيڻ جو واقعو ٻُڌايو، ان تمام جنّات ۾ اعلان ڪيو تہ ڇوڪريءَ کي ڪير کڻي ويو آھي؟ ڪجھ ئي گھڙين ۾ جنّات ھڪ **چيني جنّ** کي پڪڙي ڪري ڏوھاريءَ جي طور تي حاضر ڪيو. **جنّات جي بادشاھ** ان کان پڇيو: قطبِ وقت حضرتِ غوث الاعظم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَکْرَم جي شھر مان تو ڇوڪري ڇو کنئي؟ ان ڏڪندي چيو: عالي جاه! مان ڏسندي ئي ان تي عاشق ٿي پيو ھئس، بادشاھ ان **چيني جنّ** جي

سِسي لاهڻ جو حڪم ڏنو ۽ منهنجي پياري نياڻي منهنجي حوالي ڪري ڇڏي. **مون جنّات جي بادشاه** جو ٿورو مڃيندي چيو: مَاشَاءَالله عَزَّوَجَلَّ **توهان سيّدُنا غوثُ الاعظم** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم **جا** بيحد چاهيندڙ آهيو، ان تي هو چوڻ لڳو: **خدا جو قسم! جڏهن حضور غوثُ الاعظم** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم **اسان ڏانهن نظر فرمائيندا آهن تہ تمام جنّات ڊپ منجهان ڏڪڻ لڳندا آهن، جڏهن** اللهُ تَبَارَكَ وتعاليٰ **ڪنهن قطبِ وقت کي مقرر فرمائيندو آهي تہ تمام جنّ ۽ اِنس ان جي تابع ڪيا ويندا آهن.**

(بهجةالاسرار للشطنوفي ص 140 دارالكتب العلمية بيروت، زبدةالاثار ص 81)

تھرتھراتے ہیں سبھی جنات تیرے نام سے
ہے ترا وہ دبدبہ یاغوثِ اعظم دست گیر

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿2﴾ غوث پاڪ جو ديوانو

**سگِ مدينه** عُفِيَ عَنهُ **جي اباڻي ڳوٺ ڪُتيانہ** (گجرات، الهند) **جو** هڪ واقعو ڪنهن ٻڌايو تہ اتي هڪ **غوثِ پاڪ جو ديوانو** رهندو هو، جيڪو **يارهين شريف** نهايت ئي اهتمام سان ملهائيندو هو. هڪ خاص ڳالهہ ان ۾ هيءَ بہ هئي تہ هو سيّدن جي بيحد تَعظِيم ڪندو هو ۽ سيّد گهراڻي جي ننڍڙن شهزادن تي شَفقَت جو هي حال هو جو انهن کي ڪٽي گهمائيندو رهندو هو ۽ ڪين مِٺيون شيون وغيره خريد ڪري پيش ڪندو هو، ان ديواني جو انتقال ٿي ويو، ميّت تي چادر وِڌل هئي، سوڳوار جمع هئا تہ اوچتو

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاھ ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

چادر هٽائي ڪري اهو غوثِ پاڪ جو ديوانو اُٿي ويٺو، ماڻهو خوف سبب ڀڄڻ لڳا، ان پڪاريندي چيو: ڊڄو نہ، ٻُڌو تہ سهي! ماڻهو جڏهن ويجهو آيا تہ چوڻ لڳو: ”ڳالهہ دراصل هي آهي تہ هينئر ئي منهنجا پارهينءَ وارا آقا، پيرن جا پير، پيرِ دستگير، روشن ضمير، قُطبِ ربّاني، محبوبِ سُبحاني، غوثُ الصَّمَداني، قنديلِ نوراني، شهبازِ لامڪاني، پيرِ پيران، ميرِ ميران، الشيخ ابو محمد عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِي تشريف فرما ٿيا، پاڻ مون کي ٿُڏو هنيائون ۽ فرمايائون: “اسان جو مُريد ٿي ڪري بغير توبهہ ڪرڻ جي مري وئين؟ اُٿ ۽ توبهہ ڪري وٺ.” اَلحَمدُلله عَزَّوَجَلَّ منهنجو روح واپس آيو آهي تہ جيئن مان توبهہ ڪريان، ايترو چوڻ کان پوءِ ديواني پنهنجن تمام گناهن کان توبهہ ڪئي ۽ ڪلمي پاڪ جو ورد ڪرڻ لڳو، پوءِ اوچتو ان جو مٿو هڪ طرف لڙي ويو ۽ سندس انتقال ٿي ويو.

اگر رَحمت تری شامل ہے یاغوث　　رضاؔ کا خاتِمہ بِالخیر ہوگا

**سرڪارِ بغداد حضورِ غوثِ پاڪ** رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ **جي ديوانن ۽ مُريدن کي مبارڪ هجي جو سرڪارِ بغداد** عَلَيْهِ رَحْمَۃُ اللہِ الْجَوَاد **جن جي فرمان جي مطابق ان جو مُريد چاهي ڪيڏو ئي گناهگار هجي اهو ان وقت تائين نہ مرندو جيسيتائين توبهہ نہ ڪري وٺي.** (ايضاً ص 191)

مجھ کو رُسوا بھی اگر کوئی کہے گا تو یُونہی
کہ وہی نا وہ گدا بندہ رُسوا تیرا

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! 　　صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلٰی مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعاليٰ ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

## ﴿3﴾ دليون منهنجي مُٺ ۾ آهن

حضرتِ سيّدُنا عمر بزّار رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه فرمائن ٿا ته هڪ ڀيري جُمعةُ المُبارَڪ جي ڏينهن آءُ **حضورِ غوثِ اعظم** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم سان گڏ جامع مسجد جي طرف وڃي رهيو هئس، منهنجي دل ۾ خيال آيو ته حيرت آهي جڏهن به آءُ مرشد سان گڏ جمعو ادا ڪرڻ لاءِ مسجد جي طرف ايندو آهيان ته سلام ۽ مصافحو ڪرڻ وارن جي رش سبب گذرڻ مشڪل ٿي ويندو آهي پر اڄ ته ڪو نهاري ئي ڪونه ٿو، منهنجي دل ۾ اهو خيال ايندي ئي **حضور غوثِ اعظم** عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الْاَكْرَم مون ڏانهن نهاريندي مُرڪيا ۽ بس، پوءِ ڇا ٿيو! جو ماڻهو وڌي چڙهي ڪري مصافحي ڪرڻ لاءِ اچڻ لڳا، ايتري تائين جو منهنجي ۽ مرشدِ ڪريم عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ الرَّحِيم جي وچ ۾ هڪ هُجوم رڪاوٽ بڻجي ويو. منهنجي دل ۾ آيو ته ان کان ته اها ئي حالت بهتر هئي، دل ۾ اهو خيال ايندي ئي پاڻ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه مون کي فرمايو: اي عمر! توهان ئي ته هُجوم جا طلبگار هيؤ. **توهان نه ٿا ڄاڻيو، ته ماڻهن جون دليون منهنجي مُٺ ۾ آهن، جيڪڏهن چاهيان ته پنهنجي طرف مائل ڪري وٺان ۽ چاهيان ته پري ڪري ڇڏيان.** (بهجة الاسرار ص 149)

ڪُنجياں دل کی خدا نے تجھے دیں ایسی کر
کہ یہ سینہ ہو محبت کا خزینہ تیرا

صَلُّوا عَلَى الْحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم: جنھن مون تي ڏھ ڀيرا صبح ۽ ڏھ ڀيرا شام درود پاڪ پڙھيو تہ ان کي قيامت جي ڏينھن منھنجي شفاعت ملندي.

## ﴿4﴾ المدد يا غوث اعظم

حضرت بشر قَرظِي رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ جو بيان آھي تہ مان شَکَر (يعني مناڻ وغيره) سان سَٽيل چوڏھن اُٺن سميت ھڪ تجارتي قافلي سان گڏ ھئس، اسان ھڪ رات خوفناڪ جھنگ ۾ گذاري. رات جي شروعاتي حصي ۾ منھنجا چار سٽيل اُٺ گم ٿي ويا جيڪي گھڻي ڳولڻ جي باوجود ڪونہ مليا، قافلو بہ روانو ٿي ويو، شُتربان (يعني اُٺن کي ھڪلڻ وارو) مون سان گڏ ترسي پيو. صبح جي وقت مون کي اوچتو ياد آيو تہ منھنجي مرشد، **سرڪارِ بغداد،** حضور غوثِ پاڪ رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ مون کي فرمايو ھو: **"جڏھن بہ توھان ڪنھن مصيبت ۾ مبتلا ٿي وڃو تہ مون کي پڪارجو، اِن شَآءَاللہ عَزَّوَجَلَّ اھا مصيبت ٽري ويندي،"** تنھنڪري مون ھيئن فرياد ڪيو: **"ياشيخ عبدالقادر! منھنجا اُٺ گم ٿي ويا آھن."** اوچتو ئي اوڀرندي پاسي دڙي تي مون کي سفيد لباس ۾ مَلبوس ھڪ بزرگ نظر آيا جيڪي اشاري سان مون کي پنھنجي طرف سڏي رھيا ھئا، مان پنھنجي شُتربان کي ساڻ ڪري جيئن ئي اتي پھتس تہ ڏسندي ئي ڏسندي اھي بزرگ نگاھن کان غائب ٿي ويا، اسان ھيڏانھن ھوڏانھن حيرت سان ڏسي ئي رھيا ھئاسين تہ اوچتو اھي چار ئي گم ٿيل اُٺ دڙي جي ھيٺيان وينل نظر آيا، بس پوءِ ڇا ٿيو جو! اسان انھن کي فورًا پڪڙي ورتو ۽ پنھنجي قافلي سان وڃي ملياسين.

(بھجۃالاسرار ص 196)

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالىٰ عليه واٰله وسلم: جيڪو مون تي هڪ ڀيرو درود پڙهندو آهي الله تعالي ان جي لاءِ هڪ قيراط اجر لکندو آهي ۽ هڪ قيراط احد پهاڙ جيڏو آهي.

# نمازِ غوثيہ جو طريقو

حضرتِ سيّدُنا شيخ ابوالحسن علي خباز رَحمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه کي جڏهن گم ٿيل اُنن وارو واقعو ٻُڌايو ويو تڏهن پاڻ فرمايائون تہ مون کي حضرت شيخ ابوالقاسم رَحمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه ٻُڌايو تہ مون سيّدُنا شيخ مُحيّ الدّين عبدالقادر جيلاني قُدِّسَ سِرُّهُ الرَّبَّانِي کي فرمائيندي ٻُڌو آهي: ”جنهن کهڙي بہ مصيبت ۾ مون ڏانهن فرياد ڪئي اها مصيبت ٽري وئي، جنهن ڪنهن سختيءَ ۾ منهنجو نالو پُڪاريو اها سختي پري ٿي وئي، جيڪو منهنجي وسيلي سان الله عَزَّوَجَلَّ جي بارگاهہ ۾ پنهنجي حاجت پيش ڪري اها حاجت پوري ٿيندي. جيڪو شخص بہ رڪعتون نفل پڙهي ۽ هر رڪعت ۾ اَلحمد شريف کان بعد قُل هُوَ الله شريف يارهن ڀيرا پڙهي، سلام ورائڻ کان پوءِ سرڪارِ مدينه صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم تي دُرود و سلام موڪلي، پوءِ بغداد شريف جي طرف يارهن قدم هلي ڪري (پاڪ ۽ هند ۾ بغداد شريف اولهہ ۽ اُتر جي تقريباً وچ ۾ آهي) منهنجو نالو پُڪاري ۽ پنهنجي حاجت بيان ڪري اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ اها حاجت پوري ٿيندي .

(بهجة الاسرار ص 197، زبدةالاثار للشيخ عبدالحق الدهلوي ص 109 ايڪسيلنگ ڪمپني بمبئي)

آپ جیسا پیر ہوتے کیا غَرَض دَر دَر پھروں
آپ سے سب کچھ ملا یا غوثِ اعظم دستگیر

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم: جڏهن توهان مرسلين (عليهم السلام) تي درود شريف پڙهو تہ مونَ تي بہ پڙهو بيشڪ آءُ سيني جهانن جي ربّ جو رسول آهيان.

## الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي کان مدد گهرڻ

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** تي سگهي ٿو تہ بيان ٿيل حڪايت جي ڪري ڪنهن جي ذهن ۾ هي وسوسو اچي تہ **الله** عَزَّوَجَلَّ کان سواءِ ڪنهن کان مدد گهرڻ ئي نہ کپي، ڇو تہ جڏهن **الله** عَزَّوَجَلَّ مدد ڪرڻ تي قادر آهي تہ پوءِ ڪنهن ٻئي کان مدد گهرون ئي ڇو؟ جوابًا عرض آهي تہ اهو شيطان جو خطرناڪ ترين وار آهي ۽ ان طرح هُو نہ ڄاڻ ڪيترن ماڻهن کي گمراهہ ڪري ڇڏيندو آهي، جڏهن **الله** عَزَّوَجَلَّ ڪنهن ٻئي جي مدد گهرڻ کان منع ناهي فرمايو، بلڪ قرآن پاڪ ۾ جڳهہ جڳهہ تي **الله** عَزَّوَجَلَّ ٻين کان مدد گهرڻ جي اجازت عطا فرمائي آهي بلڪ هر طرح سان قادرِ مُطْلَق هئڻ جي باوجود بذاتِ خود پنهنجي ٻانهن کان سچي دين جي مدد لاءِ ترغيب فرمائي آهي، جيئن سيپاري 26 سورهءِ محمد جي آيت نمبر 7 ۾ ارشاد آهي:

اِنۡ تَنۡصُرُوا اللّٰهَ يَنۡصُرۡكُمۡ

(پ 26، محمد 7)

**ترجمو ڪنزالايمان:** جيڪڏهن توهان الله جي دين جي مدد ڪندؤ تہ الله توهان جي مدد ڪندو.

## حضرت عيسيٰ عليه السَّلام ٻين کان مدد گهري

حضرتِ سيّدُنا عيسيٰ روح **الله** عَلَيۡهِ الصَّلٰوةُ وَالسَّلَام پنهنجي حوارين کان مدد طلب فرمائي، جيئن سيپاري 28 سورة الصف، آيت 14 ۾ ارشادِ آهي:

قَالَ عِيۡسَى ابۡنُ مَرۡيَمَ لِلۡحَوَارِيّٖنَ مَنۡ اَنۡصَارِيۡۤ اِلَى اللّٰهِ ؕ

قَالَ الۡحَوَارِيُّوۡنَ نَحۡنُ اَنۡصَارُ اللّٰهِ

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہ وسلم : توهان جتي بہ هجو مون تي درود پڙهو توهان جو درود مون وٽ پهچندو آهي.

**ترجمو ڪنزالايمان:** عيسيٰ بن مريم حوارين کي چيو هو ، ڪير آهن جيڪي الله جي طرف جا ٿي ڪري منهنجي مدد ڪن؟ حوارين چيو اسان خدا جي دين جا مددگار آهيون. (پ 28، الصف 14)

## حضرت موسيٰ عليه السّلام ڀائرن جو سهارو ٿيو

حضرتِ سيّدُنا موسيٰ ڪليم الله عَلٰی نَبِیِّنَا وَ عَلَیۡہِ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلَام کي جڏهن تبليغ جي لاءِ فرعون وٽ وڃڻ جو حڪم ٿيو تہ پاڻ ڀائهي جي مدد حاصل ڪرڻ جي لاءِ بارگاهِ خداوندي عَزَّوَجَلَّ ۾ عرض ڪيو:

وَ اجۡعَلۡ لِّیۡ وَزِیۡرًا مِّنۡ اَہۡلِیۡ ﴿29﴾ ہٰرُوۡنَ اَخِی ﴿30﴾ اشۡدُدۡ بِہٖۤ اَزۡرِیۡ ﴿31﴾ (پ 16، طٰهٰ 29 تا 31)

**ترجمو ڪنزالايمان:** ۽ منهنجي واسطي منهنجي گهروارن مان هڪڙو وزير ڪر يعني منهنجو ڀاءُ هارون، ان سان منهنجي چيلهہ مضبوط ڪر.

## نيڪ ڀائر بہ مددگار آهن

سيپاري 28 سورۃُالتَحرِیم جي چوٿين آيت ۾ ارشادِ باري عَزَّوَجَلَّ آهي:

فَاِنَّ اللّٰہَ ہُوَ مَوۡلٰىہُ وَ جِبۡرِیۡلُ وَ صَالِحُ الۡمُؤۡمِنِیۡنَ ۚ وَ الۡمَلٰٓئِکَۃُ بَعۡدَ ذٰلِکَ ظَہِیۡرٌ ﴿4﴾

**ترجمو ڪنزالايمان:** بيشڪ الله ان جو مددگار آهي ۽ جبريل ۽ نيڪ ايمان وارا ۽ ان کان پوءِ فرشتا مدد تي آهن .

## انصار جي معنيٰ مددگار

**مٺا مٺا اسلامي ڀائرو!** ڏٺو توهان! قرآن پاڪ بلڪل صاف

**فرمانِ مصطفيٰ** صَلَّی اللّٰہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلَّم : **مون تي درود شريف جي ڪثرت ڪريو بيشڪ هي توهان جي لاءِ طهارت (يعني پاڪائي) آهي.**

صاف لفظن ۾ واضح طور تي هي اعلان ڪري رهيو آهي تہ **الله**عَزَّوَجَلَّ تہ مددگار آهي ئي، پر پروردگار عَزَّوَجَلَّ جي عطا سان، **جبريلِ امين** عَلَیهِمُ الصَّلٰوة والسَّلام ۽ **الله**عَزَّوَجَلَّ **جا مقبول ٻانها** (انبياءِ ڪرام عَلَیهِمُ الصَّلٰوة والسَّلام ۽ اولياءِ عظام رَحِمَهُمُ اللهُ تَعَالٰی) ۽ فرشتا بہ مددگار آهن، هاڻي تہ اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ اهو وسوسو پاڙان پٽجي ويندو تہ **الله**عَزَّوَجَلَّ کان سواءِ ڪو مدد ڪري ئي نہ ٿو سگهي. مزي جي ڳالهہ هي آهي تہ جيڪي مسلمان مڪهٕ مڪرمه کان هجرت ڪري مدينهٕ منوره پهتا انهن کي **مُهاجر** چيو ويو ۽ انهن جي مددگارن کي **انصار** چيو ويو ۽ هر سمجهدار هي ڄاڻي ٿو تہ "**انصار**" جي لُغوي معنيٰ "مددگار" آهي.

ع الله کرے دل میں اُتر جائے مری بات

## اللّٰه وارا زنده آهن

**هاڻي** شايد شيطان دل ۾ هي وسوسو وجهي تہ جيئرن کان مدد گهرڻ تہ صحيح آهي پر وفات کان پوءِ مدد نہ گهرڻ گهرجي، هينئن آيت ۽ ان کان بعد واري مضمون تي غور فرمائيندا تہ اِن شاءَالله عَزَّوَجَلَّ هن وسوسي جي پاڙ بہ پٽجي ويندي، جيئن تہ سيپاري 2 سُورةُالبَقَرة آيت نمبر 154 ۾ ارشاد آهي:

وَ لَا تَقُوۡلُوۡا لِمَنۡ یُّقۡتَلُ فِیۡ سَبِیۡلِ اللّٰهِ اَمۡوَاتٌ ؕ بَلۡ اَحۡیَآءٌ وَّ لٰکِنۡ لَّا تَشۡعُرُوۡنَ

**ترجموڪنزالايمان:** ۽ جيڪي خدا جي واٽ ۾ ماريا وڃن تن کي مُئل نہ چئو، بيشڪ اهي جيئرا آهن، هائو! اوهان کي خبر نہ آهي.

**فرمانِ مصطفيٰ** صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : **جنهن ڪتاب ۾ مون تي درود شريف لکيو تہ جيستائين منهنجو نالو ان ڪتاب ۾ لکيل رهندو فرشتا ان جي لاءِ استغفار ڪندا رهندا۔**

## انبياء عَلیھِمُ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلام زندهہ آهن

**جڏهن شهيدن جي زندگيءَ جو هي حال آهي تہ اَنبياء** عَلیھِمُ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلام **جيڪي شهيدن ڪان مرتبي ۾ شان ۾ بِالاِتِّفاق اعليٰ ۽ برتر آهن، انهن جي حيات هجڻ ۾ ڪهڙيءَ ريت شڪ ڪري سگهجي ٿو؟ حضرت سيّدُنا امام بيهقي** علیہ رحمۃ اللہ القوي **حياتِ انبياء جي باري ۾ هڪ رسالو لکيو آهي ۽ "دلائِلُ النُّبُوَة" ۾ فرمائن ٿا تہ انبياء** عَلیھِمُ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلام **شهيدن جيان پنهنجي ربّ**عَزَّوَجَلَّ **وٽ زندهہ آهن .**

(الحاوي للفتاويٰ للسيوطي ج2 ، ص 263 دلائل النبوة للبيهقي ج 2 ص 388 دارالڪتب العلميه بيروت)

## اولياء زندهہ آهن

**حضرت شاهہ وَليُّ الله مُحَدِّثِ دهلوي** عَلَیْہِ رَحْمَۃُ اللّٰہِ الْقَوِي **"هَمعات" جي هَمعہ نمبر 11 ۾ يارهين واري غوث پاڪ** رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ **جي شان عظمت نشان بيان ڪندي لکن ٿا: حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني** قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِی **اَنْدْ وَلِهٰذا گُفْتَه اَنْدْ كِه اِيْشان دَرْ قَبْرِ خُوْدْ مِثْلِ اَحْياءِ تَصَرُّف مِيْ كُنَنْد۔**

**ترجمو: اهي حضرت محي الدين عبدالقادر جيلاني** قُدِّسَ سِرُّہُ الرَّبَّانِی **آهن لهٰذا چيو ويندو آهي پاڻ** رَحْمَۃُ اللہِ تَعَالٰی عَلَیْہ **پنهنجي قبر ۾ زِندن وانگر تَصرُّف ڪن ٿا (يعني زندن وانگر با اختيار آهن)**

(همعات ص 61 اڪاديمية الشاهہ ولي الله الدهلوي باب الاسلام حيدرآباد)

**بهرحال انبياءِ ڪرام** عَلیھِمُ الصَّلٰوۃُ وَالسَّلام **۽ اولياءِ عِظام** رَحِمَھُمُ اللہُ تَعَالٰی **حيات هوندا آهن تنهنڪري اسان مُردن ڪان نہ بلڪ جيئرن ڪان**

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ والہٖ وسلم : مون تي ڪثرت سان درود شريف پڙهو بيشڪ توهان جو مون تي درودشريف پڙهڻ توهان جي گناهن جي لاءِ مغفرت آهي.

مدد گهرون ٿا ۽ الله عَزَّوَجَلَّ جي عطا سان انهن کي حاجت روا ۽ مُشڪل ڪُشا مڃيون ٿا، ها الله عَزَّوَجَلَّ جي عطا کان بغير ڪو نبي يا ولي هڪ ذرو بہ نہ ٿو ڏئي سگهي نہ ئي ڪنهن جي مدد ڪري سگهي ٿو.

## امام اعظم سرڪار صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان مدد گهري

ڪروڙن حَنفِين جي پيشوا، حضرتِ سيّدُنا امام اعظم ابوحنيفہ رَضِیَ اللّٰہُ تَعَالٰی عَنْہُ بارگاهِ رسالت صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم ۾ مدد جي درخواست ڪندي "قصيده نعمان" ۾ عرض ڪن ٿا:

يَا اَكْرَمَ الثَّقَلَيْنِ يَا كَنْزَ الْوَرٰى جُدْ لِيْ بِجُوْدِكَ وَاَرْضِنِيْ بِرِضَاكَ
اَنَا طَامِعٌ بِالْجُوْدِ مِنْكَ لَمْ يَكُنْ لِاَبِيْ حَنِيْفَةَ فِي الْاَنَامِ سِوَاكَ

يعني اي جنّ ۽ انس کان بهتر ۽ نعمتِ الاهي عَزَّوَجَلَّ جا خزانا! الله عَزَّوَجَلَّ جيڪو توهان صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کي عطا فرمايو آهي، ان مان مون کي بہ عطا فرمايو ۽ الله عَزَّوَجَلَّ توهان کي جيڪو راضي ڪيو آهي، توهان صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم مون کي بہ راضي فرمايو. مان توهان صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم جي سخاوت جو اميدوار آهيان. توهان صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کانسواءِ ابوحنيفه جو مخلوق ۾ ڪو بہ ناهي.

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## امام بوصيريءَ مدد گهري

حضرتِ سيّدُنا امام شرف الدين بوصيري رَحْمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیْہ سرڪارِ مدينه صَلَّی اللّٰہُ تَعَالٰی عَلَیْہِ وَاٰلِہٖ وَسَلَّم کان پنهنجي شُهرهءِ آفاق "قصيدهءِ بُرده"

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ والہٖ وسلم : جيڪو مون تي جمعي جي ڏينهن درود شريف پڙهندو آءُ قيامت جي ڏينهن ان جي شفاعت ڪندس.

۾ مدد جي درخواست ڪندي عرض ڪن ٿا:

يَااَكْرَمَ الْخَلْقِ مَا لِيْ مَنْ اَلُوْذُ بِهٖ     سِوَاكَ عِنْدَ حُلُوْلِ الْحَادِثِ الْعَمَمِ

اي تمام مخلوق کان بهتر منهنجو توهان کان سواءِ ڪوبہ ناهي، جنهن جي مان پناهہ وٺان مصيبت جي وقت . (قصيدهءِ بُرده ص 36)

اِمدادُ الله مُهاجر مڪّي رحمۃ اللہ تعالٰی علیہ پنهنجي ديوان ”نالهءِ امداد“ ۾ عرض گذار آهن:

لگا تکیہ گناہوں کا پڑا دن رات سوتا ہوں
مجھے اب خوابِ غفلت سے جگا دو یارسول اللہ

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## ﴿5﴾ بدنو قبلي رُخ ٿي ويو

هڪ ڀيري جيلان شريف جي مشائخ ڪرام رحمہم اللہ تعالٰی جو هڪ وفد حضور سيّدُنا غوثِ اعظم علیہ رحمۃ اللہ الاکرم جي خدمتِ سراپاءِ عظمت ۾ حاضر ٿيو، انهن پاڻ رحمۃ اللہ تعالٰی علیہ جي وضو واري بدني شريف کي قبلي رخ کان هٽيل ڏٺو (تہ ان طرف سندن توجهہ ڏياري، ان تي) پاڻ رحمۃ اللہ تعالٰی علیہ پنهنجي خادم کي جلال ڀري نظر سان ڏٺو تہ اهو سندن جلال کي برداشت نہ ڪندي يڪدم ڪِري پيو ۽ تڙپي تڙپي ڪري جان ڏنائين هاڻي هڪ نظر بدني تي وڌائون تہ اهو پنهنجو پاڻ قبلي رخ ٿي ويو. (بهجة الاسرار ص 101)

خدارا! مرہم خاکِ قدم دے
جگر زخمی ہے دل گھائل ہے یا غوث

صَلُّوا عَلَى الحَبِيب! صَلَّى اللهُ تَعالٰى عَلٰى مُحَمَّد

## بدنو قبليءَ ڏانهن رُخ رکندا ڪريو

سرڪار بغداد حضور غُوثِ پاڪ رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ جا ديوانؤ! يقينًا محبت جو اعليٰ درجو اهو ئي آهي تہ محبوب جي هر هر ادا کي خوشدليءَ سان اپنايو وڃي. تنهنڪري ٿي سگهي تہ بدني جو ٿُن هميشہ قبلي رخ رکندا ڪريو، حضور محدّثِ اعظم پاڪستان حضرت مولانا سردار احمد صاحب رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ بدني سان گڏوگڏ پنهنجي مبارڪ نعلين کي بہ قبلي رخ ئي رکندا هئا. اَلحَمدُلِلّٰہ عَزَّوَجَلَّ سگِ مدينه عفي عنه انهن ٻنهي اولياءِ ڪرام رحمة الله عليهما جي پيروي ڪندي حتّٰي الامڪان پنهنجي بدني ۽ جُتين جو رُخ قبلي جي طرف ئي رکندو آهي بلڪ خواهش اها ئي هوندي آهي تہ هر شيءِ جو منهن قبلي جي طرف رهي .

## قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ واري جي حڪايت

**مٺاما اسلامي ڀائرو!** ڀين شين سان گڏوگڏ اسان کي چهرو بہ هر ممڪن صورت ۾ قبلي ڏانهن ڪرڻ جي عادت بڻائڻ گهرجي جو ان جون برڪتون بيشمار آهن جيئن تہ حضرتِ سيّدُنا امام بُرهانُ الدّين ابراهيم زَرنوجي رَحۡمَۃُ اللّٰہِ تَعَالٰی عَلَیۡہ فرمائن ٿا: ٻہ شاگرد، علمِ دين حاصل ڪرڻ جي لاءِ پرديس ويا، ٻن سالن تائين ٻئي هم سبق رهيا، جڏهن وطن واپس موٽيا تہ انهن مان هڪ فَقِيه (يعني زبردست عالم ۽ مفتي) بڻجي چڪو هو جڏهن تہ ٻيو علم ۽ ڪمال کان خالي ئي رهيو، ان شهر جي علماءِ ڪرام رَحِمَہُمُ اللّٰہُ تَعَالٰی

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم : جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي درود شريف نه پڙهي ته ان جفا ڪئي.

ان ڳالهه تي خوب غور ۽ فڪر ڪيو، ٻنهي جي علم حاصل ڪرڻ جي طريقيڪار، دُهرائڻ جي انداز ۽ ويهڻ جي طريقن وغيره جي باري ۾ تحقيق ڪيائون ته هڪ ڳالهه واضح طور سامهون آئي ته جيڪو فُقِيه بڻجي ڪري موٽيو هو، انهن جو معمول هي هو ته هو سبق ياد ڪرڻ وقت قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهندا هئا جڏهن ته ٻيو جيڪو خالي جو خالي رهيو، اهو قبلي طرف پُٺي ڪري ويهڻ جو عادي هو، تنهنڪري تمام علماءِ ۽ فُقهاءِ ڪرام رَحِمَهُمُ اللهُ تَعَالٰی هن ڳالهه تي مُتَّفق ٿيا ته هي خوشنصيب قبلي جي طرف رخ ڪرڻ جي اهتمام جي برڪت سان فَقِيه بڻيو، ڇو ته ويهڻ وقت ڪعبةُ الله شريف ڏانهن منهن ڪرڻ سنّت آهي. (تعليم المتعلم طريق التعلم ص 68)

## "بيتُ اللّٰه الڪريم" جي تيرهن اکرن جي نسبت سان قبلي رخ ويهڻ جا 13 مدني گل

❁ سرڪارِ مدينه، سُلطانِ باقرينه، قرارِ قلب و سينه، فيض گنجينه، صاحب معطر پسينه صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم اڪثر ڪري قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهندا هئا. (احياءُ العلوم ج2 ص 449 دار صادر بيروت)

### ٽي فرمان مصطفيٰ صَلَّى اللهُ تَعَالٰی عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم

﴿1﴾ مجلسن ۾ سڀ کان وڏيڪ عزّت واري مجلس (يعني بينڪ) اها آهي جنهن ۾ قبلي جي طرف منهن ڪيو وڃي.

(المعجم الاوسط للطبراني ج 6 ص 161 حديث 8361 دارالفڪر بيروت)

فرمانِ مصطفيٰ صلى الله تعالیٰ عليه واله وسلم : اُن شخص جو نڪ مٽيءَ ۾ ملي وڃي جنهن وٽ منهنجو ذڪر ٿئي ۽ اهو مون تي دُرُود شريف نه پڙهي.

﴿2﴾ هر شيءِ جي لاءِ شرف (يعني بزرگي) آهي ۽ مَجلس (يعني ويهڻ) جو شرف هي آهي ته ان ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪيو وڃي .
(المعجم الكبير للطبراني ج10 ص 320 حديث 10781 داراحياءُ التراث العربي بيروت)

﴿3﴾ هر شيءِ جي لاءِ سرداري آهي ۽ مجلسن جي سرداري انهيءَ ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪرڻ آهي .
(المعجم الاوسط للطبراني ج2 ص 20 حديث 2354 دارالفكر بيروت)

❁ مبلغ ۽ مُدَرِّس جي لاءِ بيان ۽ تَدرِيس جي دوران سنّت هي آهي ته پُٺي قبلي جي طرف رکن ته جيئن انهن ڪان علم جون ڳالهيون ٻڌڻ وارن جو منهن قبلي جي طرف ٿي سگهي جيئن ته حضرتِ سيّدُنا علامه حافظ سخاوي عليه رحمة الله القوي فرمائن ٿا ته نبي ڪريم صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم قبلي ڪي ان جي لاءِ پُٺي ڏيندا هئا ته جن ڪي پاڻ سڳورا صَلَّى اللهُ تَعَالٰى عَلَيْهِ وَاٰلِهٖ وَسَلَّم علم سيکاري رهيا آهن يا وعظ فرمائي رهيا آهن انهن جو منهن قبلي جي طرف رهي.
(المقاصد الحسنه ص 88 دارالكتاب العربي بيروت)

❁ حضرت سيّدُنا عبدالله بن عمر رضي الله عنهما اڪثر قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهندا هئا . (الادب المفرد ص 291 حديث 1137)

❁ قرآن پاڪ ۽ درس نظامي جي مُدَرِّسين کي گهرجي ته پڙهائڻ وقت سنّت جي اتباع جي نيّت سان پنهنجي پُٺي قبلي جي طرف رکن ته جيئن هر ممڪن صورت ۾ طلبه جو رخ قبلي شريف جي طرف رهي سگهي ۽ طلبه کي قبلي رخ ويهڻ جي سنّت، حڪمت ۽ نيّت به ٻُڌائين ۽ ثواب جا حقدار بڻجن ۽ جڏهن پڙهائي وٺن ته

فرمانِ مصطفيٰ صَلَّی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن مون تي درود پڙهڻ وساري ڇڏيو اهو جنت جو رستو ڀلجي ويو.

پوءِ قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ جي ڪوشش فرمائن .

❁ **ديني** طالب علم انهيءَ صورت ۾ قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهن جو استاد جي طرف بہ رخ رهي نہ تہ علم جون ڳالهيون سمجهڻ ۾ ڏکيائي ٿي سگهي ٿي .

❁ **خطيب** جي لاءِ خطبي ڏيڻ وقت ڪعبي ڪي پُٺي ڏيڻ سنّت آهي ۽ مُستحب هي آهي تہ ٻڌندڙن جو منهن خطيب ڏانهن هجي.

❁ **بالخصوص** تلاوت، ديني مطالعي، فتاويٰ نويسي، تصنيف ۽ تاليف، دعا و اَذڪار ۽ درود و سلام وغيره جي موقعن تي ۽ عام طور تي جڏهن جڏهن ويهو يا بيهو ۽ ڪا شرعي رڪاوٽ نہ هجي تہ پنهنجو منهن قبلي طرف ڪرڻ جي عادت ٺاهي ڪري آخرت جي لاءِ ثواب جو ذخيرو گڏ ڪريو. (قبلي جي ساڄي يا کاٻي طرف 45 ڊگري جي کُنڊ جي اندر اندر هُجو تہ بہ قبلي طرف ئي شمار ٿيندو)

❁ **ممڪن** هجي تہ ميز، ڪُرسي وغيره اهڙي طرح رکو جو جڏهن بہ ويهو تہ توهان جو منهن **قبلي** رخ رهي .

❁ **جيڪڏهن** اتفاق سان ڪعبي ڏانهن منهن ڪري ويهي رهيا ۽ ثواب حاصل ڪرڻ جي نيّت نہ هئي تہ ثواب نہ ملندو، تنهنڪري سنيون سنيون نيّتون ڪري ڇڏڻ گهرجن. مثال طور هي نيتون (الف) آخرت جو ثواب (ب) سنّت جي ادائگي ۽ (ج) ڪعبي شريف جي تعظيم جي نيّت سان قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهان ٿو. ديني ڪتاب اسلامي سبق پڙهڻ وقت هي بہ نيّت شامل ڪري سگهجي ٿي تہ قبلي ڏانهن منهن ڪري ويهڻ جي سنّت جي

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالیٰ علیہ واٰلہٖ وسلم : جنهن مون تي هڪ ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي ڏهه رحمتون موڪليندو آهي.

ذريعي علمِ دين جي برڪت حاصل ڪندس. اِن شآءَ الله عَزَّوَجَلَّ

❁ پاڪ ۽ هند ۽ پڻ نيپال، بنگال ۽ سي لنڪا وغيره مان جڏهن ڪعبي جي طرف منهن ڪيو وڃي ته ڳڏوگڏ مدينهء منور جي طرف به رخ ٿي ويندو آهي، تنهنڪري هيءَ نيت به وڏائي چڙهيو ته تعظيم طور مديني منوره جي طرف منهن ڪريان ٿو.

بیٹھنے کا حسیں قرینہ ہے ‏ ‏ رُخ اُدھر ہے جِدھر مدینہ ہے
دونوں عالم کا جو نگینہ ہے ‏ ‏ میرے آقا کا وہ مدینہ ہے
رُوبرُو میرے خانۂ کعبہ ‏ ‏ اور اَفکار میں مدینہ ہے

صَلُّوا عَلَی الحَبِیب! ‏ ‏ صَلَّی اللهُ تَعالٰی عَلٰی مُحَمَّد

## بغدادي نسخو

(اِن شآءَ الله عَزَّوَجَلَّ سڄي سال تائين آفتن کان حفاظت ۾ رهندؤ)

رَبيعُ الغَوث جي يارهين جي رات (يعني وڏي رات) سڄو سال مصيبتن کان حفاظت جي نيّت سان سرڪار غوث اعظم عَلَيۡهِ رَحۡمَةُ اللهِ الۡاَکۡرَم جا يارهن نالا (اول آخر يارهن ڀيرا درود شريف) پڙهي يارهن ڪجورن (يعني ڪارڪن) تي دم ڪري انهي رات ڪائي ونو، ان شآءَ الله عَزَّوَجَلَّ سڄي سال تائين آفتن کان حفاظت ۾ رهندؤ. يارهن نالا هي آهن:

﴿1﴾ سَيِّد مُحيُ الدِّين سُلطان ﴿2﴾ مُحيُ الدِّين قُطب ﴿3﴾ مُحيُ الدِّين خواجه ﴿4﴾ مُحيُ الدِّين مَخدُوم ﴿5﴾ مُحيُ الدِّين وَلی ﴿6﴾ مُحيُ الدِّين بادشاه ﴿7﴾ مُحيُ الدِّين شَيخ ﴿8﴾ مُحيُ الدِّين مَولٰنا ﴿9﴾ مُحيُ الدِّين غَوث ﴿10﴾ مُحيُ الدِّين خَلِيل ﴿11﴾ مُحيُ الدِّين

فرمانِ مصطفيٰ ﷺ : جنهن مون تي ڏهه ڀيرو درود پاڪ پڙهيو الله تعاليٰ ان تي سؤ رحمتون موڪليندو آهي.

# بغدادي نسخي جي مدني بهار

هڪ اسلامي ڀاءُ جي بيان جو خلاصو آهي: 11 ربيعُ الغوث 1425 ھ جي ساليانى ٻارهين شريف جي موقعي تي مان دعوت اسلامي طرفان ڪورنگي باب المدينه ڪراچي ۾ ٿيندڙ اجتماع ذڪر و نعت ۾ حاضر هئس، اجتماع ذڪر و نعت ۾ سنتن ڀري بيان ۾ بغدادي نسخو ٻڌايو ويو، بيان کان پوءِ سلسله عاليه قادريه رضويه ۾ بيعت ڪرائڻ جو سلسلو شروع ٿيو، انهي دوران منهنجي اک لڳي وئي، اکيون ڇا بند ٿيون دل جون اکيون کلي ويون! ڇا ٿو ڏسان ته ٻارهين وارا غوث پاڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰى عَلَيْه جلوَا فرما آهن ۽ پاڻ جن چادر وڇائي رکي آهي، مون اڳتي وڌي چادر ۾ هٿ وڌو مون کي ائين لڳو جو تمام گهڻن ماڻهن جو به چادر ۾ هٿ وڌل آهي پر ڪو نظر نه آيو! مائيڪ مان ايندڙ آواز جي مطابق مون بيعت جا الفاظ دُهرايا، جڏهن بيعت جو سلسلو ختم ٿيو ته مون همت ڪري بارگاهه غوثيت مآب ۾ عرض ڪيو: يا مرشد! منهنجي گهرواريءَ اميد سان آهي، ويم جي سور جي ڪري سخت تڪليف آهي، ڊاڪٽر آپريشن جو چيو آهي، ڪرم فرمايو! ارشاد ٿيو: هاڻي جيڪو بغدادي نسخو بيان ڪيو ويو ان جي مطابق عمل ڪيو، مون عرض ڪيو: منهجا پيارا پير صاحب رات ڪافي گذري چڪي آهي ۽ انهي نسخي تي رات جو ئي عمل ڪرڻو آهي، فرمايائون: ”توهان لاءِ اجازت آهي ته اڄ ڏينهن جي وقت ٻارهين تاريخ ختم ٿيڻ کان پهرين عمل ڪري وٺو، ۽ ٻڌو! بنا آپريشن جي ٻن جاڙن ٻارن جي ولادت ٿيندي، هڪ جو نالو حسان ۽ ٻئي جو مشتاق رکجان، ٻنهي جي گردن تي منهنجو

فرمانِ مصطفيٰ صلی اللہ تعالٰی علیہ واٰلہٖ وسلم: جنهن مون تي ڏينهن ۾ پنجاهه ڀيرا درود پاڪ پڙهيو قيامت جي ڏينهن مان ان سان مصافحو ڪندس.

قدم هوندو“ مون گهر پهچي ڏينهن جو بغدادي نسخي مطابق يارهن ڪارڪون ڪارائيون، اَلحَمدُلله عَزَّوَجَلَّ ڪارڪون ڪائيندي ئي راحت نصيب ٿي ۽ وقت اچڻ تي بنا آپريشن جي گهٽي آساني سان ولادت ٿي ۽ خدا جو قسم! منهنجي مرشد پاڪ غوث اعظم دستگير عَلَيْهِ رَحْمَةُ اللهِ القَدِير جي ڏنل غيب جي خبر مطابق ٻه جاڙا ٻار پيدا ٿيا، سرڪار غوث پاڪ رَحْمَةُ اللهِ تَعَالٰی عَلَيْه جي حڪم مطابق مون هڪ جو نالو حسّان ۽ ٻي جو مشتاق رکيو .

يه دل يه جگر ہے يه آنكھيں يه سر ہے جدھر چاہو رکھو قدم غوثِ اعظم

# جيلاني نسخو

(پيٽ جي بيمارين جي لاءِ)

رَبيعُ الغوث جي يارهين جي رات تي ڪارڪون وٺي هڪ ڀيرو سورۃُ الفَاتِحه هڪ ڀيرو سورۃُ الاِخلَاص پوءِ يارهن ڀيرا يَا شَيخ عَبدَالقَادِر جِيلاني شَيئاً للهِ اَلمَدَد (اول آخر هڪ ڀيرو درود شريف) پڙهي هڪ ڪارڪ تي دم ڪيو، ان ڪان پوءِ ٻي تي ۽ پوءِ ٽين ڪارڪ تي دم ڪيو، اهي ڪارڪون رات جو ئي ڪائڻ ضروري ناهن، جيڪو چاهي جنهن ڏينهن ٻه جهڙي طرح ٻه ڪائي سگهي ٿو، ان شآءَ الله عَزَّوَجَلَّ پيٽ جي هر طرح جي بيماري (مثلاً پيٽ جو سور، قبض، گيس، پيچش، الٽي، پيٽ جي اَلسَر وغيره) جي لاءِ مفيد آهي .

آپ جيسا پير ہوتے كيا غَرض در در پھروں آپ سے سب کچھ ملا يا غوثِ اعظم دست گير



اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ رَبِّ الْعٰلَمِيْنَ وَالصَّلٰوةُ وَالسَّلَامُ عَلٰى سَيِّدِ الْمُرْسَلِيْنَ
اَمَّا بَعْدُ فَاَعُوْذُ بِاللّٰهِ مِنَ الشَّيْطٰنِ الرَّجِيْمِ بِسْمِ اللّٰهِ الرَّحْمٰنِ الرَّحِيْمِ



# سُنّت جون بَهارون

اَلْحَمْدُ لِلّٰه عَزَّوَجَلَّ تبليغِ قرآن ۽ سُنّت جي عالمگير غير سياسي تحريڪ **دعوتِ اسلامي** جي مهڪندڙ مدني ماحول ۾ بڪثرت سُنّتون سکيون ۽ سيکاريون وينديون آهن. اوهان کي به پنهنجي پنهنجي شهر ۾ **دعوتِ اسلامي** جي ٿيندڙ هفتيوار سنتن ڀريي اجتماع ۾ سڄي رات گذارڻ جي مدني التجا آهي. عاشقانِ رسول جي **مَدَني قافلن** ۾ سنتن جي تربيت جي لاءِ سفر ۽ روزانو **فڪرِ مدينه** جي ذريعي **مَدَني انعامات** جو ڪارڊ ڀري ڪري هر مهيني پنهنجي شهر جي ذميدار کي جمع ڪرائڻ جو معمول بڻايو. اِن شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ ان جي برڪت سان پابندِ سنت بڻجڻ، گناهن کان نفرت ڪرڻ ۽ **ايمان جي حفاظت** جو ذهن بڻجندو، هر اسلامي ڀاءُ پنهنجو هي مدني ذهن بڻائي ته، **”مون کي پنهنجي ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش ڪرڻي آهي“** اِن شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ پنهنجي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني انعامات** تي عمل ۽ سڄي دنيا جي ماڻهن جي اصلاح جي ڪوشش جي لاءِ **مَدَني قافلن** ۾ سفر ڪرڻو آهي. اِن شَآءَ اللّٰه عَزَّوَجَلَّ

## مڪتبة المدينه جون مختلف شاخون


حيدرآباد: فيضانِ مدينه آفندي ٽائون 022-2620122 نوابشاهه: چڪرا بازار 0244-362145
عطار آباد (جيڪب آباد): فيضانِ مدينه 0722-710635 دادو: فيضانِ مدينه مسجي مارڪيٽ 0254-611541
سکر: فيضانِ مدينه بيراج روڊ 071-5619195 ميرپورخاص: العطار ٽائون، فيضانِ مدينه 0233-514672
فاروق نگر (لاڙڪاڻو): رابعه شاپنگ سينٽر بندر روڊ 074-4054191

فيضانِ مدينه، محله سوداگران، پراڻي سبزي منڊي، باب المدينه (ڪراچي) پاڪستان فون: 4921389-95/4126999 فيڪس: 4125858
Email:maktaba@dawateislami.net Website: www.dawateislami.net